# مغربي پاڪستان

# لئنڊ روينيو ائڪٽ ١٩٦٧ع

## مکيہ خاصيتون



ڇپائيندڙ :

ڊائريڪٽر پريس سيل انفارميشن ڊپارٽمينٽ
مغربي پاڪستان لاهور

مغربي پاڪستان گورنمينٽ پريس ڪراچي ۾ ڇپيو.

١٩٦٨ع

# مغربي پاڪستان لئنڊ روينيو ائڪٽ ١٩٦٧ع

زمين جي قانون جي يڪسانيت وحدت مغربي پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ جو هڪ اهم نتيجو آهي. هن ڏس ۾ صدر مملڪت جنهن پاليسي جي وضاحت فرمائي آهي انهي تي بدستور عمل ٿيندو رهي ٿو. مال گذاري جي يڪسانيت واري قانون سازي نهايت ئي سودمند آهي ۽ موجوده حڪومت جو هي هڪ نمايان ڪارنامو آهي.

٢. مغربي پاڪستان لئنڊ روينيو بل کي فوري طور تي پاس ڪرائڻ لاءِ جناب گورنر صاحب مغربي پاڪستان اسيمبلي جو هڪ خاص اجلاس طلب فرمايو جنهن انهي بل کي نهايت مختصر وقت اندر پاس ڪري کيس قانوني شڪل ڏني. اهو قانون مغربي پاڪستان جي ساري صوبي ۾ ١ جنوري ١٩٦٨ع کان نافذ ٿيندو ليڪن انهي جو اطلاق قبائلي علائقن ۽ جيڪب آباد ضلع جي نصيرآباد سب ڊويزن سان لاڳو نه ٿيندو.

٣. هن نئين قانون جو مقصد اهو آهي ته مغربي پاڪستان جي صوبي اندر روينيو جي مختلف قانونن ۽ نظام کي يڪسان بنائڻ سان گڏ ڍلن وغيره جي شرحن کي نئين بنياد تي مقرر ڪرڻ ۽ آبادگارن جي مالڪاڻي حقوق جو خاطر خواهه تحفظ ڪرڻ.

٤. آبادگارن کي هن قانون جي پاس ٿيڻ مان جيڪي فائدا حاصل ٿيندا تن مان ڪجهه فوري نوعيت جا آهن ۽ ڪجهه اهڙا آهن جن جو اثر ڪجهه عرصي بعد محسوس ڪيو ويندو.

## الف-سٺت فائدا

١. مالڪاڻي حقوق جي حاصلات: هن تحسين جوڳي قدم جي طفيل خصوصاً

سابق سنڌ ۽ خيرپور جي آبادگارن کي زرعي اراضين اندر مالڪاڻي جي حقوق جي حاصلات نصيب ٿيندي . هن نئين ائڪٽ موجب اهي آبادگار جي مغربي پاڪستان جي جنوبي علائقي ۾ ٣١ ڊسمبر ١٩٢٧ع کان اڳ رڪارڊ ۾ زمين جا 'قبضيدار' هئا انهن کي انهن زرعي اراضين جو مالڪ تسليم ڪيو ويندو. اهڙن آبادگارن کي زمين جي مالڪاڻي سان گڏ حق حاصل هوندو ته هو پنهنجي زمين کي قانوني طور ڪنهن به جائز استعمال ۾ آڻين، جنهن لاءِ انهن کان ڪابه وڌيڪ رقم يا وڌايل ڍل ورتي نه ويندي. جن قبضيدارن جا نالا رڪارڊ ۾ ا جنوري ١٩٢٨ع کان پوءِ داخل ٿيا هوندا اهڙن آبادگارن کي انهن زمينن جو مالڪ تسليم ڪيو ويندو بشرطيڪ انهن زمين جي سموري قيمت ڏني هجي. جن اهڙن قبضيدارن سموري قيمت نه ڏني آهي انهن کي سموري قيمت ڏيڻ شرط مالڪاڻا حق ڏنو ويندو.

٢. رڪارڊ: سابق سنڌ ۾ رڪارڊ جي فقط هڪ ڪاپي بستگي جي مدت پهي تقريباً ٣٠ سالن لاءِ تيار ڪئي ويندي هئي. اها به فقط واسطيدار ٽپيدار وٽ رهندي هئي. هن نئين قانون موجب حقن جي رڪارڊ جي نئين اشاعت هر چوٿين سال تيار ڪئي ويندي، جهڙي طرح مغربي پاڪستان جي شمالي علائقي ۾ رواج آهي. انهيءَ رڪارڊ جون ٽي ڪاپيون ناهيون وينديون، جنهن مان هڪ ٽپيدار وٽ رهندي، ٻي ڪاپي تعلقي يا تحصيل آفيس ۾ رکي ويندي ۽ ٽين ڪاپي حد جي يونين ڪائونسل ۾ رکي ويندي جيئن ته آبادگار پنهنجي زرعي مالڪاڻي جو رڪارڊ بغير ڪنهن في ڀرڻ جي ڪنهن وقت به ڏسي سگهن.

٣. ڪاٽي بدل: ڪاٽي بدل جي طريقيڪار کي اهڙي طرح سڌاريو ويو آهي جيئن رڪارڊ ۾ ڪابه فرضي يا ناجائز ڪاٽو بدل ٿي نه سگهي ۽ ڪاٽو بدل جي ڪارروائي جي تڪميل ترت ٿي سگهي. نئين قانون موجب ٽپيدار جو فرض آهي ته هو

ڪاتي بدل جي داخلا پنهنجي روزنامچي ۾ ڏيکاري ۽ انهيءَ جي هڪ ڪاپي بنا ڪنهن فيءَ جي ڪاتي تبديل ڪرائيندڙ کي به مهيا ڪري. ساڳئي وقت هو اهڙي ڪاپي واسطيدار يونين ڪاميٽي- ٽائون ڪاميٽي يا يونين ڪائونسل کي به ڏيندو. ڪاتي بدل جي اهڙن داخلائن جي تصديق روينيو آفيسر بذات خود سرزمين تي حاضر ٿي عام پبلڪ جي مهڙ سامهون واسطي دار ڌرين جي روبرو ڪندو. روينيو آفيسر ڪاتي بدل جو حڪم زمين جي اصلي مالڪ جي سامهون ڪندو ۽ جنهن جي سڃاڻپ ٻه معزز ماڻهو ڪندا، جن کان سڃاڻپ جي تصديق واسطي دستخط يا آڱوٺي جو نشان ورتو ويندو. انهيءَ بعد روينيو آفيسر سندس انهيءَ حڪم نامي جو اختصار انهي اصلي مالڪ ڏي روانو ڪندو جنهن جي زمين ڪاتي بدل ٿي هوندي ۽ انهي اختصار جي ڪاپي واسطيدار يونين ڪاميٽي- ٽائون ڪاميٽي يا يونين ڪائونسل کي به رواني ڪندو. روينيو آفيسر جو فرض ٿيندو ته ڪاتي بدل جي ڪارروائي ٽن مهينن جي اندر مڪمل ڪري.

٤. ڍل جي معافي: هن ائڪٽ ۾ اهڙي قانوني گنجائش رکي وئي آهي جنهن موجب هيٺين زرعي زمين تان ڍل معاف ڪئي وئي آهي:-

١. ڳوٺ جي حدن اندر زمين-

٢. اها ايراضي جا ڪنٽونمينٽ حدود ۾ داخل هوندي-

٣. اهڙي ريٽنگ ايراضي اندر زمين جنهن تي پراپرٽي ٽيڪس وصول ٿيندڙ هجي.

٥ ڍل جو بلاڪ وارو طريقو:- سابق سنڌ ۾ جيڪڏهن ڪنهن به سروي نمبر جو ڪو به حصو زير ڪاشت آندو ٿي ويو ته ڍل جي وصولي انهي قبضيدار کان ائين ڪئي ويندي هئي، ڄڻ ته هن پنهنجو سڄو سروي نمبر آباد ڪيو آهي. هاڻي سرڪار انهيءَ اسٽينڊنگ آرڊر ۾ ترميم ڪئي آهي، جنهن موجب ١٩٦٣ع

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽنر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)

خريف کان وٺي ڍل فقط انهي ايراضي تي مڙهي ويندي جا حقيقت ۾ زير ڪاشت هجي. ڍل جو اهو ئي طريقو مغربي پاڪستان جي اترئين علائقن ۾ رائج آهي.

٦. ٽيوب ويل يا کوهه ذريعي آباد ٿيندڙ زمينن لاءِ رعايت:- هن ايڪٽ ۾ اهڙي قانوني گنجائش رکي وئي آهي جنهن موجب اهي خشڪ ايراضي واريون زمينون جي کوهه يا ٽيوب ويل تي آباد ٿيندڙ هونديون انهن کي گهرجي ڍل جي وصولي کان گهٽ ۾ گهٽ چئن سالن تائين معافي ڏني وڃي.

٧. گڏيل ۽ جدا جوابداريون:- مغربي پاڪستان جي اترين علائقن ۾ زمين جي مشترڪ مالڪن کان گڏيل ۽ جدا جوابدارين هيٺ ڍل جي وصولي ڪئي ويندي هئي ليڪن هن ايڪٽ جي پاس ٿيڻ سان هر ڪو آبادگار فقط پنهنجي حصي جي زمين بابت ئي ڍل جي وصولي جو ذميوار ٿيندو بشرطيڪ هو ڪنهن ٻئي زمين جو حصيدار نه هجي.

٨. زوريءَ قدم:- سابق سنڌ جي قانون مطابق ڪليڪٽر کي قانوني حق حاصل هو ته هو ڪنهن به بيدل فصل کي ڍل ڀرڻ جي مقرر تاريخ کان اڳيئي ضبط ڪري سگهي - حڪومت مغربي پاڪستان اهڙي ڪارروائي کي غير موزون سمجهي انهيءَ طريقي کي منسوخ ڪري ڇڏيو. هن نئين ايڪٽ موجب ڍل جي باقيدار کي ١٥ ڏينهن ۽ ٣٠ ڏينهن جي ان نوٽيس ڏيڻ کان سواءِ ڍل جي وصولي جي سلسلي ۾ گرفتار ڪري نٿو سگهجي.

٩. تدارڪ:- مغربي پاڪستان جي اترين علائقن وانگر هاڻي ڪو به آبادگار جيڪڏهين محسوس ڪري ته سرڪاري ڍل جي تقاضا هن تي واجب نٿي ٿئي ته هو اهڙي ڍل جي ادائگي اعتراض هيٺ ڪري سگهي ٿو ۽ اعتراض هيٺ جمع ڪيل ڍل جي رقم جي واپسي لاءِ اهڙي آبادگار کي حق حاصل آهي ته هو ديواني دعوا داخل ڪري. هن ايڪٽ هيٺ آبادگارن کي سچي معنيٰ ۾ ساڳيو حق ڏنو ويو آهي.

١٠. لمبرداري طريقو:- مغربي پاڪستان جي اترين علائقن ۾ اڳئي قانون موجود آهي جنهن موجب سرڪاري ڍل وغيره جي وصولي واسطي لمبردار مقرر ڪري سگهجن ٿا ۽ لمبرداري في يا پچوترا لاڳو ڪري سگهجن ٿا. سابق سنڌ ۾ ڍل ۽ ٻين سرڪاري لوازمات وصول ڪرڻ جي ذميواري تپيدار تي هوندي هئي. هن ائڪٽ موجب سرڪاري واجبات جي وصولي جو جهڙو طريقو ٻين علائقن ۾ رائج آهي اهو جاري رهندو.

١١. ورهاڱو يا ورهاست:- سابق رونيو قانون صوبي جي ٻين علائقن ۾ گڏيل اراضي جي ورهاڱي جي اجازت ڏئي ٿو. سابق سنڌ جي قانون موجب مشترڪ کاتيدارن جي درخواست جي آڌار تي کاتي جي ورهاست ڪئي ويندي هئي جنهن لاءِ اخراجات جي معمولي رقم وصول ڪبي هئي. سابق پنجاب جي قانون مطابق ورهاست جو طريقه ڪار نهايت وسيع هو جنهن ۾ زمين جي مالڪاڻي بابت تڪرار به شامل هئا. هاڻي نئين ائڪٽ ۾ اهو طريقو سڄي صوبي سان لاڳو ڪيو ويو آهي تانڪه جنوبي علائقي جي آبادگارن کي به آسانيءَ سان گهٽ خرچ تي ترت ورهاست جي سهوليت ملي ۽ ديواني ڪورٽن جي دعوائن کان ڪين ڇوٽڪارو ملي.

١٢. ثالثي فيصلا:- پنجاب جي لئنڊ رونيو ائڪٽ هيٺ رونيو آفيسر کي قانوني حق حاصل هو جيئن ته هو هن ائڪٽ هيٺ سندس زير سماعت تڪرارن جي نبيري لاءِ ڌرين جي رضامندي سان امين مقرر ڪري. ڪليڪٽر کي يا پهرئين درجي جي اسسٽنٽ ڪليڪٽر کي اهو به حق حاصل هو جيئن ته ڌرين جي رضامندي ٻنهي ۾ اهڙا تڪرار جن جو تعلق زرعي زمين جي مالڪاڻي حقوق انهي جي ورهاڱي يا ڍل جي وابستگي سان هجي تن جي نبيري لاءِ امين مقرر ڪري سگهيا ٿي.

ڏاڪٽي علائقي ۾ ڌرين جي رضامندي سان فقط حدبندي جي تڪرار بابت امين مقرر ڪري سگهبا هئا. پنجاب جو طريقڪار اهڙن تڪرارن کي نبيرڻ واسطي زياده اثرائتو آهي تنهنڪري اهو سڄي مغربي پاڪستان سان لاڳو ڪيو ويو آهي.

١٣. نظرثاني :- پنجاب ائڪٽ هيٺ روينيو آفيسرن کي قانوني حق حاصل هو ته هو ڪنهن به وقت پنهنجي صادر ڪيل فيصلي تي نظرثاني ڪري سگهن، جيڪڏهن کين پنهنجي صادر ڪيل فيصلي ۾ ڪا غلطي نظر اچي يا اهڙا ڪي ٻيا قابل غور سبب سندس توجه تي آندا ويا هجن. مگر هن نموني جي قابل قدر چاره جوئي آبادگارن کي سنڌ لئنڊ روينيو ڪوڊ ۾ ميسر نه هئي. پنجاب جي انهي سودمند طريقڪار کي نئين ائڪٽ اندر شامل ڪيو ويو آهي - انهي لاءِ ته جيئن ڏاڪٽي علائقي جا آبادگار به انهي جو فائدو وٺي ڪورٽن جي دروازه کڙڪائڻ کان بچي پون.

## "ب" طويل المدت فائدا

مشترڪ بنياد تي ڍلن جي بستگي ۽ سروي سبب دور رس فائدا حاصل ٿيندا. سابق سنڌ جي زميندارن کي ڪجهه عرصه کان جيڪا شڪايت هوندي هئي ته ڍل يڪسان بنياد تي نٿي ورتي وڃي اها ديرينه شڪايت پڻ دور ٿي ويندي.

سابق سنڌ ۾ ڍل پوکيل فصل جي جنس ۽ مارڪيٽ جي اگهن کي نظر ۾ رکي مڙهي ويندي هئي. هن نئين يڪسان ائڪٽ موجب ڍل زرعي زمين جي پيداواري جي قوت تي مقرر ڪيل نرخ مطابق ورتي ويندي جهڙي طرح مغربي پاڪستان جي اترين علائقه ۾ ڍل ورتي وڃي ٿي. اهڙي طرح هڪ دفع مقرر ڪيل ڍل ٢٥ سالن ۾ نه وڌائي ويندي جاهي انهيءَ زمين جي پيداوار وڌي وڃي. هي رعايت اناج جي پيداواري لاءِ نهايت ئي مفيد ثابت

ٿيندي. چنانچه آباد ڪارن کي زراعت ۾ وڌيڪ سيڙپ جو شوق پيدا ٿيندو. هن نئين ائڪٽ ۾ اها به گنجائش رکي وئي آهي ته ڍل جي پستگي وقت جيڪي غير آباد ۽ نا قبولي زرعي زمينون ڇهن سالن کان وٺي غير آباد هجن انهن جي آباد ڪارن کي اهڙين زمينن آباد ڪرڻ تي ڍل جي وصولي کان ڇهه سالن تائين معافي ڏيئي سگهجي.

زرعي زمين جي سيٽلمينٽ ڪافي پيچيده ڪم آهي جنهن جي مڪمل ٿيڻ لاءِ هر ضلع ۾ شايد ٣-٤ سال لڳي وڃن. حد بندي جي سکيا جون سهولتون مقامي آفيسرن لاءِ مهيا ڪري ڏنيون پيون وڃن. انهي بعد حيدرآباد ۽ خيرپور ڊويزن ۾ حد بندي جو ڪم هٿ ۾ کنيو ويندو. انهي ڏس ۾ بورڊ آف روينيو اڳئي مالي کاتي سان لهه وچڙ ۾ آهي ته ڪه گهربل رقم مالي کاتي کان حاصل ڪئي وڃي.

---

## سرڪاري زمين جا کٽمت ڪندڙ- سندن حق- مالڪاڻا حق- زمين جو استعمال ۽ انتقال اراضي وغيره

کٽمت ڪندڙ جي لفظ ۾ اهي سڀ ماڻهو اچي وڃن ٿا جن کي سرڪاري زرعي زمين جا قبضا بحيثيت کاتيدار- مالڪاڻي يا ڪنهن ٻئي نموني گرانٽ وسيلي حاصل هوندا. انهن سان اهي سڀ شرط لاڳو ٿيندا جن موجب گرانٽ ڏنل هوندي. مالڪاڻو حق ملڻ کان اڳ، اهڙي کٽمت ڪندڙ جي حيثيت زرعي زمين حاصل ڪرڻ تي هڪ سرڪاري ڪرائيدار جي ليکي ويندي. اهڙي کٽميءَ جا حق، لکيت ۾ ڪمشنر جي اجازت کانسواءِ، وڪري، بخشش، گروي وغيره وسيلي ڪنهن ٻئي کي منتقل ڪري نٿا سگهجن سواءِ اهڙي سب ليس جي جي جا هڪ کان وڌيڪ عرصي لاءِ نه هجي. هن جي اهڙن حقن کي ڪورٽ

جي ڪنهن به حڪم يا ڊگري جي تعميل ۾ ضبطي ۽ وڪري کان به محفوظ رکيو ويو آهي. هيءُ حق موروثي ليکيو ويندو.

سابق سنڌ جي لئنڊ ريونيو ڪوڊ ۽ اسٽينڊنگ آرڊرن هيٺ زرعي زمين جي مالڪاڻي جو حق موروثي ۽ قابل فروخت هو. ڪاٺيدار کي حق حاصل ٿيو ته هو زمين جي استعمال جو پنهنجي ارادي مطابق پورو پورو فائدو بنا ڪنهن قانوني بندش جي وٺي سگهي بشرطيڪ ڍل بدستور ڏني ويئي هجي ۽ ڪنهن به اهڙي شرط جي ڀڃڪڙي نه ٿي هجي جن شرطن موجب هن کي زمين ڏني وئي هوندي.

سابق پنجاب جي جنرل ڪالوني ڪنڊيشن موجب جيڪڏهن ڪا زمين ڪنهن خاص مقصد لاءِ ڪاٺيدار کي ڏني وئي هئي ته اهڙي ڪاٺيدار کي قانوني حق حاصل ٿي ويو ته هو اهڙي زمين جو پور ڪو سود مند استعمال ڪري سگهي. مالڪاڻي حقوق جي حاصلات طي شده شرطن مطابق ٿئي ٿي. جڏهن زمين حاصل ٿيل هجي ته پوءِ زمين جي مفاد ۽ استعمال تي بندش نه هئڻ کپي. ماڻي سنڌ ۾ پڻ سرڪاري زمين جي ڪٽنت جي حق سان پنجاب ڪالونائيزيشن ائڪٽ لاڳو ٿيندو جو ساري صوبي مغربي پاڪستان ۾ رائج رهندو. هن باري ۾ قانون جو مسودو صوبائي اسيمبلي جي اڳيان پيش ٿيل آهي.



L (iv) 821—5,000—7—68—IV.